ضرورت پيش نہ ايندي آهي، بلڪ ان ۾ سيئي روحاني احوال هڪجهڙا ۽ برابر رهندا آهن. البتہ مريد جو درجو بدلبو رهندو آهي ۽ ان کي تميز ۽ فرق ڪرڻ جي ضرورت هوندي آهي. اسان جي اها راءِ متئين قول جي ابتڙ ڪانهي.

## استقامت

شيخ محمد بن فضل رحہ کان پڇيو ويو تہ "عارفن کي ڪهڙي شيءِ جي ضرورت پيش ايندي آهي؟ جواب ڏنائين "انهن کي هڪ اهڙي خصلت جي ضرورت آهي جنهن سان سيئي خوبيون مڪمل ٿين. اها استقامت جي وصف آهي. انهي لاءِ جيڪو معرفت ۾ ڪامل هوندو. انهي ۾ استقامت (مستقل مزاجي) بہ اعليٰ درجي جي هوندي آهي". جيئن تہ ارباب نهايت جي استقامت جو معيار تمام بلند هوندو آهي.

## تصوف جا مرحلا

شروعات ۾ سالڪِ طريقت جي اعمالن جي پڇا ڪئي ويندي آهي. انهي درجي کان اُن جي رُوحاني احوالن تي پردو پيل هوندو آهي. پر وچئين درجي ۾ اهو روحاني احوالن جي ڪري محفوظ ٿي ويندو آهي. البتہ ڪڏهن ڪڏهن متس اعمالن جو حجاب باقي رهندو آهي پر آخري مرحلي تي نہ اعمال روحاني احوالن جي لاءِ حجاب بنبا آهن ۽ نہ وري احوال اعمالن کي پوشيده ڪندا آهن. اها خدا پاڪ جي زبردست عنايت آهي.

## آغاز ڏانهن موٽڻ

حضرت جنيد رحہ کان پڇيو ويو تہ "تصوف جي پڇاڙي ڇا آهي؟ چيائين "ان جي پڇاڙي آغاز ڏانهن رجوع ڪرڻ آهي". حضرت جنيد رحہ جي هن قول جي تشريح ۾ هي بيان ڪيو ويو آهي تہ سالڪِ طريقت، روحانيت جي شروعات واري وقت جهالت ۾ مبتلا هو. ان ڪانپوءِ ڪيس معرفت حاصل ٿي، پوءِ حيراني ۽ جهالت ڏانهن موٽايو ويو. جيئن هڪڙو ڀار ناداني ۾ مبتلا هجي پوءِ ڪيس علم حاصل ٿئي، ان ڪانپوءِ اُهو وري جهالت ۾ مبتلا ٿي وڃي. جيئن ارشاد الاهي آهي تہ "جيئن اُهو علم ڪانپوءِ ٻيو ڪجهہ نہ ڄاڻي سگهي".

## حيران رهڻ

هڪڙي بزرگ جو قول آهي ته "خدا جي معرفت سڀ کان وڌيڪ انهن ماڻهن کي حاصل هوندي آهي، جيڪي اُن جي باري ۾ سڀ کان وڌيڪ حيراني جو اظهار ڪن". غالبا ان قول جو مفهوم اهوئي آهي جيڪو اسان بيان ڪري چڪا آهيون ته اهلِ حق عمل سان پنهنجي منزل جو آغاز ڪري ٿو، پوءِ ترقي ڪري روحاني احوال حاصل ڪندو آهي، ان ڪانپوءِ اهو عمل ۽ احوال پنهي کي گڏ ڪري وٺندو آهي.

## سجده ريزي

اهو آخري طريقو منتهي مشائخن جو آهي جيڪي طريقي محبوبيت تي گامزن هجن. جيئن ته انهن جي روح جي ڪشش بارگاه الاهي ڏانهن هوندي آهي. انهي لاءِ هوءَ قلب کي پنهنجو تابع بڻائڻ چاهيندي آهي ۽ قلب نفس ۽ نفس جسم کي پنهنجو تابع بڻائڻ چاهيندو آهي. اهڙي طرح اُهو مڪمل طور تي خدا جي روبرو تي اُن جي سجده ريز ٿيندو آهي.

جيئن ته حضرت رسول الله ﷺ جن فرمايو آهي ته "تنهنجي لاءِ منهنجي دل ۽ خيال به سجدو ڪن ٿا". ۽ الله تعاليٰ به فرمايو آهي:

وَ لِلّٰهِ يَسْجُدُ مَنْ فِي السَّمٰوٰتِ وَ الْاَرْضِ طَوْعًا وَّ كَرْهًا وَّ ظِلٰلُهُمْ بِالْغُدُوِّ وَ الْاٰصَالِ.

ترجمو: آسمانن ۽ زمين ۾ جيڪي ڪجهه آهي اُهو خوشيءَ سان ۽ زوري سان الله کي سجدو ڪن ٿا ۽ انهن جو پاڇو به صبح ۽ شام سجدو ڪندو آهي.

هتي ظلال (پاڇن) مان مراد جسم آهن، جيڪي روحن جي سجدي سان گڏوگڏ سجدو ڪن ٿا.

## محبوبِ خلائق

ان موقعي تي محبت جو روح انهن جي سيني جزن ۾ پيهي ويندو آهي جنهن ڪان هو لذت وٺندا آهن. بلڪه خدا جي ذڪر ۽ تلاوت کان به از روءِ

محبت ۽ الفت لطف اندوز ٿيندا آهن. انهيءَ لاءِ خدا تعاليٰ نہ صرف پاڻ بہ انهن سان محبت ڪندو آهي بلڪ پنهنجي لطف ۽ عنايت سان مخلوق جي دلين ۾ بہ انهن جي محبت پيدا ڪندو آهي. جيئن تہ حضرت ابوهريرة رضہ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايائون "جڏهن الله تعاليٰ ڪنهن ٻانهي سان محبت ڪندو آهي تڏهن هو جبرئيل عليہ السلام کي سڏي فرمائيندو آهي تہ الله تعاليٰ فلاڻي ماڻهو سان محبت ڪري ٿو. انهيءَ لاءِ تون بہ ان سان محبت رک". اهڙي طرح حضرت جبرئيل عليہ السلام بہ اُن سان محبت ڪندو آهي. ان ڪانپوءِ حضرت جبرئيل عليہ السلام سڀني آسمانن ۾ اعلان ڪندو آهي تہ الله تعاليٰ فلاڻي شخص سان محبت ڪري ٿو. انهي لاءِ اوهين بہ اُن سان محبت ڪريو. ان تي آسمان وارا سڀئي اُن سان محبت ڪندا آهن ۽ انهن جي ڪري روءِ زمين تي بہ انهي جي مقبوليت ٿي ويندي آهي."



